

سنڌي ترجمو



رسالو نمبر: 42

# نانگ جي صورت ۾ جن

## ۽ غوث پاڪ رحمة الله تعالیٰ عليه جا ٻيا واقعا






شيخ طريقت، امير اهلسنت، باني دعوت اسلامي حضرت علامه مولانا ابوبلال

محمد الياس عطار قادري رضوي دامت برکاتهم العاليه



مکتبة المدينه (دعوت اسلامي)

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰہِ رَبِّ الۡعٰلَمِیۡنَ وَالصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلٰی سَیِّدِ الۡمُرۡسَلِیۡنَ
اَمَّا بَعۡدُ فَاَعُوۡذُ بِاللّٰہِ مِنَ الشَّیۡطٰنِ الرَّجِیۡمِ ط بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ ط

# ﴿1﴾ نانگ جي صورت ۾ جنّ

شيطان ڪيڏي بہ سستي ڏياري هي رسالو اوّل کان آخر تائين پڙهي وٺو، اِن شاءَ الله عَزَّوَجَلَّ توهان جو ايمان تازو ٿي ويندو.

## دُرود شريف جي فضيلت

حُضُورِ اڪرم، نورِ مُجَسَّم، شاهِ بني آدم، رسولِ مُحۡتَشَم، شافعِ اُمَم صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو فرمانِ رَحۡمت نشان آهي: ”جنهن ڪتاب ۾ مون تي درودِ پاڪ لکيو تہ جيستائين منهنجو نالو ان ۾ رهندو، فرشتا ان جي لاءِ اِسۡتِغفار ڪندا رهندا.“

(المعجم الاوسط للطبراني ج1 ص 497 حديث 1835)

صَلُّوا عَلَی الۡحَبِیۡب! صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلٰی مُحَمَّد

ولين جا سردار، شهنشاهِ بغداد، سرڪارِ غوثِ اعظم عَلَیۡہِ رَحۡمَۃُ اللّٰہِ الۡاَکۡرَم پنهنجي مدرسي جي اندر اجتماع ۾ بيان فرمائي رهيا هئا تہ ڇت مان هڪ تمام وڏو نانگ پاڻ رَحۡمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیۡہ تي ڪِريو، سامِعين (يعني ٻُڌندڙن) ۾ ڀاڄ پئجي وئي، هر طرف خوف ۽ هِراس ڦهلجي ويو، پر سرڪارِ بغداد عَلَیۡہِ رَحۡمَۃُ اللّٰہِ الۡجَوَاد پنهنجي جڳهہ تان نہ هٽيا، نانگ پاڻ رَحۡمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیۡہ جي ڪپڙن ۾ گهري ويو ۽ پوري جسم مبارڪ سان چنبڙندو ڳچي مبارڪ مان ٻاهر نڪتو ۽ ڪنڌ مبارڪ سان چنبڙي ويو. پر قربان وڃو! منهنجي

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم : جنهن مون تي هڪ ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي ڏهه رحمتون موڪليندو آهي.

مرشد شهنشاهِ **بغداد** عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡجَوَاد **تان جو ذري برابر** به نه گهٻرايائون نه ئي بيان بند ڪيائون، پوءِ **نانگ** زمين تي آيو ۽ پُڇ تي ويهي رهيو پوءِ ڪجهه چئي ڪري هليو ويو، ماڻهو گڏ ٿي ويا ۽ عرض ڪرڻ لڳا: حضور! **نانگ** توهان سان ڪهڙي ڳالهه ڪئي؟ ارشاد فرمايائون: **نانگ** چيو: "مون **تمام** گهڻن **اولياءَ الله** رَحِمَهُمُ اللهُ تَعَالٰی **ڪي آزمايو پر توهان جهڙو ڪنهن ڪي نه** ڏٺو." (بهجة الاسرار للشطنوفي ص 168)

واہ کیا مرتبہ اے غوث ہے بالا تیرا
اونچے اونچوں کے سروں سے قدم اعلیٰ تیرا

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** معلوم ٿيو ته اهو ڪو عام **نانگ** نه هو بلڪ **نانگ جي صورت ۾ جنّ** هو جنهن اسان جي غوثِ **اعظم** عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡاَکۡرَم **جو امتحان** وٺڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ اَلۡحَمۡدُلِلّٰه عَزَّوَجَلَّ **پاڻ** رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه **ثابت** قدم رهيا.

## ﴿2﴾ وڏين وڏين اکين وارو ماڻهو

**انهيءَ نانگ جهڙي جنّ** جي ٻي خوفناڪ حڪايت ٻُڌو ۽ غوثِ **پاڪ** رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه **جي استقامت** تي عقيدت سان جهومو، جيئن ته حضور شهنشاهِ **بغداد** سرڪارِ غوثِ پاڪ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه **فرمائن** ٿا: هڪ ڀيري مان جامع منصور ۾ نماز ۾ مصروف هئس ته اهو ئي **نانگ** اچي نڪتو ۽ ان منهنجي سجدي جي جڳهه تي مٿو

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : جنهن مون تي ڏهه ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي سؤ رحمتون موڪليندو آهي.

رکي ڪري وات کولي ڇڏيو، مون ان کي هٽائي ڪري سجدو ڪيو پر اهو منهنجي ڪنڌ سان چنبڙي پيو پوءِ اهو منهنجي هڪ ٻانهن ۾ گهري ڪري ٻي ٻانهن مان نڪتو، نماز مڪمّل ڪرڻ ڪانپوءِ جڏهن مون سلام ورايو ته اهو غائب ٿي ويو. ٻئي ڏينهن جڏهن مان انهيءَ مسجد ۾ داخل ٿيس ته مون کي هڪ وڏين وڏين اکين وارو ماڻهو نظر آيو، مون ان کي ڏسي ڪري اندازو لڳايو ته هي شخص انسان نه بلڪ ڪو جِنّ آهي، اهو جِنّ مون کي چوڻ لڳو ته مان توهان رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ کي تنگ ڪرڻ وارو اهو ئي نانگ آهيان، مون نانگ جي صورت ۾ تمام گهڻن اولياءَ الله رحمہم اللہ تعالیٰ کي آزمايو آهي پر توهان رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ جهڙو ڪنهن کي به ثابتِ قدم ناهي ڏٺو، پوءِ اهو جِنّ پاڻ رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ جي دستِ حق پرست تي تائب ٿي ويو.

(بهجة الاسرار 169 دارالکتب العلميہ بيروت)

ہوئے دیکھ کر تجھ کو کافر مسلماں
بنے سنگدل موم ساں غوثِ اعظم

صَلُّوا عَلَی الحَبِیب! صَلَّی اللهُ تَعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** اسان جي ڪامل مرشد، سرڪار بغداد عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡجَوَاد جو به ڇا شان آهي! آه! هڪ اسان جي نماز آهي جو جيڪڏهن اسان تي مَک به ويهي وڃي ته پريشان ٿي وڃون، معمولي خارش به اسان کان برداشت نه ٿي ٿي سگهي، هن واقعي مان هي به معلوم ٿيو ته جنّات به اسان جي غوثِ اعظم عليہ رحمۃ الاکرم

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالٰی علیہ والہٖ وسلم: جنهن مون تي ڏينهن ۾ پنجاهہ ڀيرا درود پاڪ پڙهيو قيامت جي ڏينهن مان ان سان مصافحو ڪندس.

جا غلام بڻجي ويندا آهن .

## ﴿3﴾ شيطان جو خطرناڪ وار

سرڪارِ بغداد حضورِ غوثِ پاڪ رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ فرمائن ٿا تہ هڪ ڀيري مان ڪنهن جهنگ جي طرف نڪري ويس ۽ ڪيترن ئي ڏينهن تائين اتي پيو رهيس، کائڻ پيئڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ هوندو هو، مون کي تمام گهڻي اُڃ لڳي هئي، منهنجي مٿي هڪ ڪَڪر جو ٽڪرو ظاهر ٿيو ان مان ڪجهہ برسات جا ڦُڙا ڪِريا جن کي مون پي ورتو، ان کان پوءِ ڪڪر ۾ هڪ نوراني صورت ظاهر ٿي، جنهن سان آسمان جا ڪنارا روشن ٿي ويا، ۽ هڪ آواز گونجڻ لڳو: ”اي عبدالقادر! “ مان تنهنجو ربّ آهيان، مون تمام حرام شين کي تنهنجي لاءِ حلال ڪري ڇڏيو“ مون اَعُوْذُ بِاللهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيم پڙهي ڇڏي، يڪدم روشني ختم ٿي وئي ۽ ان دونهين جو روپ اختيار ڪري ورتو ۽ آواز آيو: اي عبدالقادر! ان کان اڳ مان ستر اولياءَ کي گمراهہ ڪري چُڪو آهيان پر توکي تنهنجي علم بچائي ورتو. پاڻ رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ فرمائن ٿا: مون چيو: ”اي مَردُود! مون کي منهنجي علم نہ بلڪ منهنجي ربّ عَزَّوَجَلَّ جي فضل بچائي ورتو.“ (بهجة الاسرار ص 228 ملخصًا)

ہوں ایمان کے ساتھ دنیا سے رخصت
یہی عرض ہے آخری غوث اعظم

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلَّم : جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعالي ان جي لاءِ هڪ قِيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي.

# چور اتي ئي ايندو آهي جتي مال هجي

**مِٺا مِٺا اسلامي ڀائرو!** واقعي شيطان وڏو مڪّار ۽ عيّار آهي، اهو طرح طرح جا جادوئي ڪَرتب به ڏيکاريندو آهي، ان جي وار کان هميشہ خبردار رهڻ گهرجي. پنهنجي عقل ۽ هوشياري تي اعتماد ڪرڻ بدران اسان کي **الله** عَزَّوَجَلَّ جي فضل ۽ ڪرم تي نظر رکڻ گهرجي . جنهن وٽ مال هوندو آهي ان وٽ چور ايندو آهي ۽ جنهن وٽ ايمان جي دولت آهي، ان وٽ شيطان ضرور ايندو آهي، ۽ جنهن وٽ ايمان جيترو مضبوط هوندو، ان وٽ ايتري قدر نيڪين جي خزاني جي به ڪثرت هوندي، تنهنڪري اتي شيطان تمام گهڻو زور لڳائيندو. اسان جي پير و مرشد **حضورِ غوثِ اعظم** عَلَیْہِ رَحْمَۃُ اللہِ الْاَکْرَم وٽ ايمان ۽ اعمال جي خزاني جي انبار کي ڏسي ڪري شيطان ڏاڍو هٿ جي ڪيترائي ڀيرا ڪوشش ڪئي پر اهو ناڪام ۽ نامُراد ئي رهيو!

صَلُّوا عَلَی الْحَبِیب! صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلٰی مُحَمَّد

## ﴿4﴾ شيطان جا وڏيڪ حملا

پيرن جا پير، پيرِ دستگير، روشن ضمير، قُطبِ ربّاني، محبوبِ سُبحاني، پيرِ لاثاني پيرِ پيران، ميرِ ميران، الشّيخ ابو محمّد سيّد عبد القادر جيلاني قُدِّسَ سِرُّهُ الرَّبَّانِي تحديثِ نعمت طور ۽ محبت ڪندڙن جي نصيحت لاءِ فرمائن ٿا: ”مان جن ڏينهن ۾

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم :جنهن مون تي ڏهه ڀيرا صبح ۽ ڏهه ڀيرا شام درود پاڪ پڙهيو ته ان کي قيامت جي ڏينهن منهنجي شفاعت ملندي.

ڏينهن ۽ رات جهنگ ۾ رهندو هئس، شيطانَ خوفناڪ شڪلين ۾ طرح طرح جي هٿيارن سان تيار ٿي ڪري فوج در فوج مون تي حملي آور ٿيندا هئا، مون تي باهه وسائيندا هئا، مان الله عَزَّوَجَلَّ جي مدد سان انهن جي پٺيان ڊوڙندو هئس ته اهي ٽِڙي پکڙي ڪري ڀڄي ويندا هئا، ڪڏهن شيطان اڪيلو اچي ڪري مون کي طرح طرح سان ڊيڄاريندو، ڌمڪيون ڏيندو ۽ چوندو هو ته هتان هليو وڃ، مان ان کي زوردار ٿَڦَ هڻندو هئس ته اهو ڀڄڻ لڳندو هو، پوءِ مان لَاحَوْلَ وَلاقُوَّةَ اِلَّا بِاللهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيم پڙهندو هئس ته اهو سڙي ويندو هو. (بهجة الاسرار ص 165)

دل پہ کندہ ہو ترا نام کہ وہ دُزدِ رجیم(1)
اُلٹے ہی پاؤں پھرے دیکھ کے طُغرا تیرا

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## ﴿5﴾ غيبي هٿ

حضور غوثِ اعظم عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْاَكْرَم فرمائن ٿا: هڪ ڀيري نهايت ئي خوفناڪ صورت وارو هڪ شخص جنهن مان تمام گهڻي بدبوءِ نڪري رهي هئي اچي ڪري منهنجي سامهون بيهي رهيو ۽ چوڻ لڳو: مان ابليس آهيان ۽ توهان جي خدمت ڪرڻ جي لاءِ حاضر ٿيو آهيان ڇو ته توهان مون کي ۽ منهنجي چيلن کي ٿڪائي ڇڏيو آهي، مون چيو: دفع ٿي، ان انڪار ڪيو، ايتري ۾ هڪ غيبي هٿ ظاهر ٿيو، جنهن ان جي مٿي تي اهڙو زوردار

(1) ٺڳي ڪنديل چور يعني مردود شيطان

**فرمانِ مصطفيٰ** صلى الله تعالى عليه واله وسلم: جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعالي ان جي لاءِ هڪ قيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي.

ڏڪ لڳايو جو اهو زمين ۾ ڌڪجي ويو، پوءِ ان **باھ جو شعلو** هٿ ۾ کڻي ڪري مون تي حملو ڪيو . ايتري ۾ هڪ نقاب پوش شخص گهوڙي تي سوار ٿي تشريف کڻي آيو ۽ ان مون کي تلوار ڏني اهو ڏسي ڪري شيطان ڀڄي ويو.

(بهجة الاسرار ص 166)

بادلوں سے کہیں رُکتی ہے کڑکتی بجلی
ڈھالیں چھنٹ جاتی ہیں اٹھتا ہے جو تیغا تیرا

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## ﴿6﴾ شيطان جا ڄار

سرڪارِ بغداد، حضورِ غوثِ پاڪ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيۡه فرمائن ٿا: هڪ ڀيري مون ڏٺو تہ **شيطان** پري بيٺي پنهنجي مٿي ۾ ڌوڙ وجهي رهيو آهي ۽ روئندي چئي رهيو آهي: "اي عبدالقادر! مان توهان کان مايوس ٿي ويو آهيان." مون چيو: اي مَلعون! پري ٿي وڃ، مان توکان ڪڏهن بہ بي خوف نہ ٿو ٿي سگهان. ان چيو: توهان جي اها ڳالھ منهنجي لاءِ سڀ کان وڌيڪ سخت آهي. ان کان پوءِ ان مون تي تمام گهڻا ڄار، ڦندا ۽ حيلا ظاهر ڪيا ۽ منهنجي پُڇڻ تي ٻُڌايو تہ هي **دنيا جا ڄار** آهن، جن سان مان توهان جهڙن جو شڪار ڪندو آهيان. مان هڪ سال تائين جدوجهد ڪندو رهيس، ايتري تائين جو اهي سمورا ڄار ٽُٽي ويا، پوءِ منهنجي چوڌاري تمام گهڻا اسباب ظاهر ٿيا، مون پُڇيو:

هي ڇا آهن؟ تہ چيو ويو تہ توهان سان مُتَعَلِّق مخلوق جا اسباب (يعني مخلوق جون محبتون وغيره آهن) جيئن تہ ان معاملي ۾ بہ مون هڪ سال وڏيڪ توجُّهہ (يعني جدوجهد) ڪئي ايتري تائين جو اهي سڀ جا سڀ چار بہ ٽُٽي ويا. (بهجة الاسرار ص 166)

جس کو للکار دے آتا ہو تو الٹا پھر جائے
جس کو چُمکار لے ہِر پھر کے وہ تیرا تیرا

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## سُڌرڻ جي ڪوشش نہ ڇڏڻ گهرجي

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** واقعي نفس ۽ شيطان کان جان ڇڏائڻ آسان ناهي، اسان جي غوثِ اعظم عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْاَكْرَم ان کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪافي سالن تائين جدوجهد فرمائي، هتي انهن ماڻهن لاءِ درس عبرت آهي جيڪي جلد ئي همت هاري ويندا آهن ۽ چوڻ لڳندا آهن تہ اسان تہ وڏيون ڪوششون ڪيون، گهڻو عرصو مدني ماحول ۾ عاشقان رسول جي صحبت اختيار ڪئي پر نفس ۽ شيطان کان جان نہ ڇٽي، اللّٰه عَزَّوَجَلَّ جي رحمت تي نظر رکندي اصلاح جي لاءِ سڄي عمر ڪوشش جاري رکڻ گهرجي.

تو قوت دے میں تنہا کام بِسیار
بدن کمزور دل کاہِل ہے یا غوث

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## ﴿7﴾ ٿڌي رات ۾ چاليهہ ڀيرا غسل

”بَهجةُ الاسرار شريف“ ۾ آهي: سرڪارِ بغداد، حُضُورِ غوثِ پاڪ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيْه فرمائن ٿا: مان ”ڪرخ“ جي ويران بيابانن ۾ ڪئي سالن تائين رهيو آهيان، وڻ جي پنن ۽ جڙي ٻوٽين تي منهنجو گذارو ٿيندو هو، مون ڪي پائڻ لاءِ هر سال هڪ شخص اُنَ جو هڪ جُبو ڪٽي آڻي ڏيندو هو، جنهن کي مان پائيندو هئس مون دنيا جي محبت کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ هزارين ڪوششون ڪيون، مان گمنام رهيس، منهنجي خاموشيءَ جي سبب ماڻهو مون کي گونگو، نادان ۽ ديوانو چوندا هئا. مان ڪَنڊن تي پيرين اگهاڙي هلندو هئس، خوفناڪ غارن ۽ ڀيانڪ وادين ۾ بنا خوف جي داخل ٿيندو هئس، دنيا نهي نُڪي ڪري منهنجي سامهون ظاهر ٿيندي هئي، پر اَلْحَمْدُلله عَزَّوَجَلَّ مان ان ڏانهن توَجُّهہ نہ ڪندو هئس. منهجو نفس ڪڏهن منهنجي آڏو عاجزي ڪندو هو تہ توهان جي جيڪا مرضي هوندي اهو ئي ڪندس ۽ اهو ڪڏهن مون سان وڙهندو هو، الله عَزَّوَجَلَّ مون کي ان تي فتح نصيب ڪندو هو، مان وڏي عرصي تائين ”مدائن“ جي بيابانن ۾ رهيس ۽ پنهنجي نفس کي مُجاهدن ۾ لڳائيندو رهيس. هڪ سال تائين زمين تي پيل شيون کائيندو هئس ۽ بلڪل پاڻي نہ پيئندو هئس، پوءِ هڪ سال صرف پاڻيءَ تي گذارو ڪندو هئس ۽ ڪِريل شيون يا ڪا ٻي غذا نہ کائيندو هئس پوءِ هڪ سال بنا ڪجهہ کائڻ پيئڻ جي ٻُڪن ۾ گذاريندو هئس. مون تي سخت

**فرمانِ مصطفيٰ** صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : **مون تي درود شريف جي ڪثرت ڪريو بيشڪ هي توهان جي لاءِ طهارت (يعني پاڪائي) آهي.**

آزمائشون ايندیون هيون، هڪ ڀيري سخت سرديءَ جي رات ۾ منهنجو هيئن امتحان ورتو ويو جو بار بار ننڊ ايندي هئي ۽ مون تي غسل فرض ٿي ويندو هو، مان فورًا نهر تي ايندو هئس ۽ غسل ڪندو هئس اهڙي طرح هڪ رات ۾ **چاليهه ڀيرا** مون غسل ڪيو. (بهجة الاسرار للشطنوفي ص 165 ملخصًا)

ڪہا تُو نے جو مانگو گے ملیگا
رضاؔ تجھ سے ترا سائل ہے یاغوث

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

# مصيبت ختم ٿيڻ جو عمل

**حضرت علامہ امام شعراني** قُدِّسَ سِرُّہُ الرَّبَّانِي "**طبقاتِ ڪُبريٰ**" ۾ **حضورِ غوثِ اعظم** عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْاَكرم **جو هي فرمان مبارڪ نقل** ڪن ٿا تہ شروع ۾ مون تي تمام گهڻيون سختيون رکيون ويون ۽ جڏهن سختيون انتها کي پهچي ويون تہ مان ڪمزور ٿي ڪري زمين تي ليٽي پيس ۽ منهنجي زبان تي قرآن پاڪ جون هي بہ مبارڪ آيتون جاري ٿي ويون:

فَاِنَّ مَعَ الْعُسْرِ يُسْرًا ﴿5﴾ اِنَّ مَعَ الْعُسْرِ يُسْرًا ﴿6﴾ (پ 30، الم نشرح 5،6)

**ترجموڪنزالايمان:** پوءِ بيشڪ ڏک سان گڏ سک آهي بيشڪ ڏک پٺيان سک آهي.

اَلْحَمْدُلِلّٰه عَزَّوَجَلَّ انهن آيتن جي برڪت سان اهي سيئي سختيون مون کان پري ٿي ويون. (الطبقات الڪبريٰ ج1 ص 178 ملخصًا دارالفڪر بيروت)

واہ کیا مرتبہ اے غوث ہے بالا تیرا
اونچے اونچوں کے سروں سے قدم اعلیٰ تیرا

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : جنهن ڪتاب ۾ مون تي درود شريف لکيو ته جيستائين منهنجو نالو ان ڪتاب ۾ لکيل رهندو فرشتا ان جي لاءِ استغفار ڪندا رهندا.

## اسان ب ڪوشش ڪريون

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** ڏٺو توهان! اسان جي غوثُ الاعظم عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡاَكۡرَم پنهنجي ربّ مُعَظّم عَزَّوَجَلَّ جو قُرب حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجي نانا جان، رحمت عالميان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي خوش ڪرڻ، نفس ۽ شيطان تي غالب اچڻ، دنيا جي محبت مان جان ڇڏائڻ، گناهن جي بيمارين کان پاڻ کي بچائڻ، خدا عَزَّوَجَلَّ جي مخلوق کي سڌي راهه تي آڻڻ، مبلغ جو شرف ماڻڻ، نيکي جي دعوت جي دنيا ۾ ڌوم مچائڻ ۽ بيشمار ڪافرن کي اسلام جي دامن ۾ داخل فرمائڻ جي لاءِ ڪافي سالن تائين جدوجهد فرمائي. خير اسان حضورِ غوثِ پاڪ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيۡه جيان مجاهدا ته نه ٿا ڪري سگهون، پر بنا همت هارڻ جي ٿوري گهڻي ڪوشش ته جاري رکون.

سچ ہے انسان کو کچھ کھو کے ملا کرتا ہے
آپ کو کھو کے تجھے پائے گا جویا تیرا

## ﴿8﴾ 25 سال جهنگن ۾...

سرڪار بغداد حضورِ غوثِ پاڪ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيۡه جي محبت جي دعويٰ ڪرڻ وارا اسلامي ڀائرو! سرڪارِ غوثِ اعظم عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡاَكۡرَم پنجويهه سال الله عَزَّوَجَلَّ جي رضا جي لاءِ عراق جي بيابانن ۾ گذاري ڇڏيا. ڪاش! اسان کي به تبليغ قرآن و سنّت جي عالمگير غير سياسي تحريڪ **”دعوتِ اسلامي“** جي سنّتن جي تربيت جي خاطر ڳوٺ ڳوٺ، شهر شهر ۽ ملڪ ملڪ سفر ڪرڻ

وارن **مدني قافلن** ۾ عاشقان رسول سان گڏ سفر ڪرڻ نصيب ٿي وڃي .

ڪوئی سالک ہے یا واصل ہے یاغوث
وہ کچھ بھی ہو ترا سائِل ہے یاغوث

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## ﴿9﴾ زمين تان چوندي چوندي ڪري ٽُڪر کائڻ

**سرڪارِ بغداد** حضورِ غوثِ پاڪ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيۡه **فرمائن ٿا:** مان شهر ۾ ڪاڏي جي ارادي سان زمين تي پيل ٽڪر يا جهنگ جو ڪو گاهہ يا پن کڻڻ چاهيندو هئس ۽ جڏهن ڏسندو هئس تہ ٻيا **فُقراءَ** بہ انهيءَ جي ڳولها ۾ آهن تہ پنهنجي اسلامي ڀائرن تي **ايثار** ڪندي نہ کڻندو هئس بلڪ ائين ئي ڇڏي ڏيندو هئس تہ جيئن اهي کڻي وجن ۽ پاڻ **بُکايل** رهندو هئس، جڏهن بُک جي سبب ڪمزوري حد کان وڌي وئي ۽ مرڻ جي ويجهو اچي پهتس تہ مون **گلن واري بازار** مان هڪ کائڻ واري شيءِ جيڪا زمين تي پئي هئي کنئي ۽ هڪ ڪنڊ ۾ وڃي ڪري ان کي کائڻ جي لاءِ ويهي رهيس، ايتري ۾ هڪ عجمي نوجوان آيو ان وٽ **تازيون مانيون ۽ ڀُڳل گوشت** هو، اهو ويهي ڪري کائڻ لڳو، ان کي کائيندو ڏسي ڪري منهنجي کائڻ جي خواهش هڪدم شدت اختيار ڪري وئي، جڏهن اهو پاڻ کائڻ جي لاءِ گرهہ کڻندو هو تہ بُک جي بيتابيءَ سبب بي اختيار دل چاهيندي هئي تہ مان

**فرمانِ مصطفےٰ** صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : **جيڪو مون تي جمعي جي ڏينهن درود شريف پڙهندو آءُ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس.**

وات کوليان تہ جيئن هو منهنجي وات ۾ گرهہ وجهي. آخر ۾ مون پنهنجي نفس کي چڙٻيو تہ ”بي صبري نہ ڪر، **الله** عَزَّوَجَلَّ مون سان گڏ آهي . چاهي موت اچي وڃي پر مان هن نوجوان کان گهري ڪري هرگز نہ کائيندس.“

**اوچتو** اهو نوجوان منهنجي طرف مُتوَجّهہ ٿيو ۽ چوڻ لڳو، ادا! اچو توهان بہ کاڌي ۾ شريڪ ٿي وڃو، مون انڪار ڪيو، ان اصرار ڪيو، منهنجي نفس مون کي کائڻ جي لاءِ تمام گهڻو مائل ڪيو پر مون پوءِ بہ انڪار ئي ڪيو، ان نوجوان جي بيحد اصرار تي مون ٿورو طعام کاڌو، ان مون کان پُڇيو، ڪٿان جا رهڻ وارا آهيو؟ مون چيو: **جيلان** جو، ان چيو مان بہ **جيلان** جو ئي آهيان، چگهو هي ٻُڌايو تہ توهان مشهور زاهد حضرت **سيّد عبدالله صومعي** عَلَيۡہِ رَحۡمَۃُ اللہِ الۡقَوِی جي ڏوهٽي عبدالقادر کي سڃاڻو ٿا؟ مون چيو: ”اهو تہ مان ئي آهيان“ اهو ٻُڌي ڪري هو بيقرار ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو: مان **بغداد** اچڻ لڳس تہ توهان جي امي جان توهان کي ڏيڻ لاءِ مون کي **8** سون جون اشرفيون ڏنيون هيون، مان هتي **بغداد** ۾ اچي ڪري ڳولهيندو رهيس پر توهان جي باري ۾ ڪا خبر چار نہ پئي، ايتري تائين جو منهنجي پنهنجي سڄي رقم خرچ ٿي وئي. ٽن ڏينهن تائين مون کي کائڻ لاءِ ڪجهہ نہ مليو، مان جڏهن بُک کان بيحال ٿي ويس ۽ جان ختم ٿيڻ لڳي تہ مون توهان جي **امانت** مان هي مانيون ۽ ڀُڳل گوشت خريد ڪيو. حضور! توهان بہ خوشيءَ سان هن کي تناوُل

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم : جنهن مون تي جمعه جي ڏينهن ٻه سؤ ڀيرا درود پاڪ پڙهيو ان جا ٻه سؤ سالن جا گناهه معاف ڪيا ويندا.

فرمايو، هي توهان جو ئي مال آهي، پهريان توهان منهنجا مهمان هيؤ ۽ هاڻي مان توهان جو مهمان آهيان، بقايا رقم پيش ڪندي چيائين: مان معافيءَ جو طلبگار آهيان، مون مجبوريءَ جي حالت ۾ توهان جي رقم مان ئي کاڌو خريد ڪيو هو، مان تمام گهڻو خوش ٿيس، مون بچيل کاڌو ۽ ڪجهه وڌيڪ رقم ان کي پيش ڪئي، ان قبول ڪئي ۽ هليو ويو .

(الذيل علي طبقات الحنابلة ج3 ص 250 دارالکتب العلميه بيروت)

طلب کا منہ تو کس قابِل ہے یاغوث
مگر تیرا کرم کامل ہے یاغوث

## ايثار جي عظيم فضيلت

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** هن حڪايت ۾ اسان لاءِ عبرت جا بي شمار مدني گل آهن، ڏسو ته سهي! هڪ پاسي اسان جا مرشد غوثُ الاعظم عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللّٰهِ الۡاَکۡرَم آهن جو پاڻ سخت تنگدستي ۽ بُکَ هجڻ جي باوجود غذا ۽ رقم جي معاملي ۾ بيمثال ايثار کان ڪم ورتو آهي جڏهن ته غوث پاڪ رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه جي عقيدت جو دم ڀرڻ وارا نالائق مريد آهن جو بکايل رهڻ جي توفيق ته ٻي ڳالهه آهي پر بالفرض يارهين شريف جي نياز جي برياني ئي سامهون اچي ته حِرصَ جو اهڙو غلبو طاري ٿي ويندو آهي جو دل چاهيندي آهي ته پورو ٿال مان ئي کائي ونان، ٻوٽي ته پري جي ڳالهه آهي پر ڪنهن کي چانورن جو داڻو به نه ملي!! اي عاشقان غوث اعظم ! اوهان کي جڏهن ٻين سان ملي کائڻ جو

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم : جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي درود شريف نہ پڙهي تہ ان جفا ڪئي.

اتفاق ٿئي تہ وڏا وڏا گرهہ بنا چٻاڙي جلد جلد ڪائڻ ۽ سنيون ٻوٽيون پائڻ ڏانهن ڪرڻ جو حِرصَ غالب اچي تہ ان وقت پنهنجي مرشد غوث پاڪ رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ جي بيان ڪيل حڪايت سان گڏوگڏ هي **فرمانِ مصطفيٰ** صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم بہ ذهن ۾ دُهرايو: جيڪو شخص اهڙي شيءِ جنهن جي پائڻ ڪي حاجت آهي، اها ٻين ڪي ڏي تہ اللہ عَزَّوَجَلَّ ان ڪي بخشي ڇڏيندو آهي. (اتحاف السادة للزبيدي ج 9 ص 779) فيضانِ سنت جلد پهرين صفحي 468 تي حضرت سيّدنا ابو سُليمان رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ جو عطا ڪيل هي مدني گل بہ قبول فرمايو: نفس جي ڪنهن خواهش ڪي ڇڏڻ 12 مهينن جي روزن ۽ رات جي عبادتن ڪان وڌيڪ دل جي لاءِ فائديمند آهي .

(احياءُ العلوم ج 3 ص 118 دار صادر بيروت)

مری حِرص کی عادتِ بد مٹا دے
مرے غوث کا واسِطہ یا الٰہی

صَلُّوا عَلَی الحَبِیب! صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلٰی مُحَمَّد

## ﴿10﴾ بيدار رهڻ جو عجيب نسخو

سرڪارِ غوثُ الاعظم عَلَيْہِ رَحْمَۃُ اللہِ الْاَکْرَم نعمت ڪي ظاهر ڪرڻ ۽ پنهنجي غلامن جي نصيحت لاءِ فرمائن ٿا: اَلْحَمْدُ لِلّٰہ عَزَّوَجَلَّ مان **پنجويهہ سالن** تائين عراق جي ويرانن ۾ ڦرندو رهيس ۽ **چاليهہ سالن** تائين سومهڻيءَ جي نماز جي وضوءَ سان فجر جي نماز ادا ڪئي، **پندرهن سالن** تائين روزانو سومهڻي جي نماز ڪان پوءِ نفلن ۾ هڪ قرآن پاڪ ختم ڪندو رهيس. شروع ۾ پنهنجي

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم : ان شخص جو نڪ مٽيءَ ۾ ملي وڃي جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي دُرُود شريف نہ پڙهي .

جسم تي رسي ٻَڌي ڪري ان جو ٻيو ڇيڙو ڀت ۾ نوڪيل ڪليءَ سان ٻَڌي ڇڏيندو هئس تہ جيڪڏهن ننڊ جو غلبو ٿئي تہ ان جي جهٽڪي سان اک کلي وڃي . (بهجة الاسرار ص 118)

هڪ رات جڏهن مون پنهنجي معمولات جو ارادو ڪيو تہ نفس سُستي ڪندي ٿوري دير سمهي پوڻ ۽ بعد ۾ اٿي ڪري عبادت ڪرڻ جو مشورو ڏنو، جنهن جڳهہ تي دل ۾ اهو خيال آيو هو، انهيءَ جڳهہ ۽ انهيءَ وقت هڪ پير تي بيهي ڪري مون هڪ قرآن شريف ختم ڪيو. (بهجة القادريه)

گرانے لگی ہے ہمیں لغزشِ پا
سنبھالو! ضعیفوں کو یاغوثِ اعظم

صَلُّوا عَلَی الحَبِیب! صَلَّی اللهُ تَعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

غوثُ الاعظم عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡاَكۡرَم جي محبت جي دعويٰ ڪرڻ وارؤ! ڏنو توهان! سرڪارِ بغداد، حضورِ غوثِ پاڪ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه ڪيتري قدر عبادت جو اهتمام فرمائيندا هئا! هاڻي جيڪڏهن اسان ڪان معاذالله عَزَّوَجَلَّ پنج وقت جي نماز بہ نہ پڙهي وڃي تہ اسان حضورِ غوثُ الاعظم عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡاَكۡرَم جا ڪهڙي قسم جا عاشق آهيون ؟

مجھے اپنی الفت میں ایسا گما دے
نہ پاؤں پھر اپنا پتا غوث اعظم

صَلُّوا عَلَی الحَبِیب! صَلَّی اللهُ تَعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

فرمانِ مصطفيٰ ﷺ : جنهن مون تي درود پڙهڻ وساري ڇڏيو اهو جنت جو رستو ڀلجي ويو.

# ﴿11﴾ قبر واري جي امداد

پيرن جا پير، روشن ضمير، شيخ عبدالقادر جيلاني قُدِّسَ سِرُّہُ الرَّبَّانِي اربع جي ڏينهن 27 ذُوالحجَّةِ الحَرام سن 529 ھ جو ”شُونِيزِيَه“ قبرستان ۾ پنهنجي استادِ محترم حضرت سيّدُنا شيخ حمّاد عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡجَوَاد جي مزار شريف تي علماء ۽ فقراءَ جي قافلي سان گڏ تشريف کڻي آيا ۽ ڪافي دير تائين بيٺي بيٺي دعا فرمائيندا رهيا، ايتري تائين جو اُس تمام گهڻي تيز ٿي وئي. جڏهن موٽيا ته پاڻ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه جي مبارڪ چهري تي خوشيءَ جا آثار هئا. جڏهن پاڻ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه کان ايتري قدر ڊگهي دعا جو سبب پُڇيو ويو ته فرمايائون: ”15 شَعبانُ المُعظَّم سن 439 ھ جمعي جي ڏينهن نماز ادا ڪرڻ لاءِ هن مزار ۾ آرام فرمائڻ واري منهنجي استاد سيّدنا شيخ حمّاد عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡجَوَاد سان گڏ هڪ قافلو ”جامعُ الرُّصافه“ ڏانهن وڃي رهيو هو، رستي ۾ هڪ نهر جي پُل تان جڏهن گذريا ته شيخ حمّاد عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡجَوَاد اوچتو مون کي ڌِڪو ڏئي ڪري نهر ۾ ڪيرائي ڇڏيو! سخت سردين جا ڏينهن هئا، مون بِسمِ الله پڙهي ڪري جمعي جي غسل جي نِيَّت ڪري ورتي. جيئن تيئن ڪري پاڻيءَ مان نڪتس ۽ پنهنجو صوفَ (يعني اُنَ جو جُبو) نپوڙيو، ۽ قافلي سان وڃي مليس، شيخ حمّاد عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡجَوَاد جا مُريد خوش طبعي ڪرڻ لڳا، پاڻ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه کين ڇڙٻ ڏني ۽ فرمايائون: مون عبدالقادر جو امتحان ورتو جنهن ۾ کين جبل

جيان مضبوط ڏنو، **حضورِ غوثُ الاعظم** عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡاَكۡرَم وڏيڪ فرمايو تہ مون پنهنجي استاد **سيّدُنا شيخ حماد** عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡجَوَاد کي سندن مزار پُر انوار ۾ هيرن ۽ جواهرات جي لباس ۾ ملبوس مٿي تي **ياقوت جو تاج** پاتل ۽ هٿن ۾ سون جا ڪنگڻ ۽ پيرن ۾ سون جي نعلينِ شريفين ۾ ڏٺو، پر **تعجب** واري ڳالهہ جيڪا ڏٺي اها هيءَ هئي تہ سندن **ساڄو هٿ** ڪم نہ ڪري رهيو هو. منهنجي پُڇڻ تي ٻُڌايائون: ”هي اهو ئي هٿ آهي، جنهن سان مون توهان کي نهر ۾ ڌِڪو ڏنو هو. ڇا توهان مون کي مُعاف ڪريو ٿا؟ **جڏهن** مون مُعاف ڪري ڇڏيو تہ انهن چيو تہ توهان **الله** عَزَّوَجَلَّ جي بارگاهہ ۾ دعا فرمائي ڇڏيو تہ منهنجو ساڄو هٿ صحيح ٿي وڃي، تنهن ڪري مان **الله** عَزَّوَجَلَّ کان دعا گهرندو رهيس ۽ پنج هزار **اصحابِ مزار اولياءُ الغفار** پنهنجي پنهنجي مزار ۾ **آمين** چوندا ۽ منهنجي سفارش ڪندا رهيا ايتري تائين جو **الله** عَزَّوَجَلَّ سندن ساڄو هٿ صحيح فرمائي ڇڏيو جنهن سان انهن خوش ٿي ڪري مون سان مصافحو ڪيو.“

**بغداد مُعلّٰي** ۾ جڏهن اها خبر مشهور ٿي تہ **سيّدُنا شيخ حمّاد** عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡجَوَاد جي ڪجهہ مُريدن کي اها ڳالهہ بلڪل پسند نہ آئي ۽ اهي تصديق جي لاءِ **دربارِ غوثيه** ۾ حاضر ٿيا پر پاڻ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه جي هيبت جي سبب ڪنهن کي پُڇڻ جي همٿ نہ ٿي. پيرانِ پير، روشن ضمير، **حضورِ غوثُ الاعظم دستگير** عليه رحمۃ اللهِ القدِير

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم : جنهن مون تي ڏهہ ڀيرو درود پاڪ پڙهيو اللّٰه تعاليٰ ان تي سؤ رحمتون موڪليندو آهي.

انهن ماڻهن جي دلين جو حال ڄاڻي ورتو ۽ پاڻ ئي ارشاد فرمايائون: توهان بہ شيخ پسند ڪري وٺو، جيڪي توهان جو هي مسئلو حل ڪن، پوءِ اهو معاملو حضرت سيّدُنا شيخ يوسف همداني ۽ حضرت سيّدُنا شيخ عبدالرحمٰن ڪُردي رحمهما الله تعاليٰ جيڪي اصحابِ ڪشف (ڪشف جو علم رکندڙ) هئا کي سونپيو ويو ۽ حضورِ غوثُ الاعظم عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْاَكرم جي خدمت ۾ عرض ڪيو ويو تہ اسان توهان کي جمعي تائين جي مهلت ڏيون ٿا تہ هي ٻئي حضرات توهان جي تصديق ڪن، حضرت سيّدُنا غوثِ اعظم عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْاَكرم فرمايو: اِن شآءَالله عَزَّوَجَلَّ توهان حضرات هتان اجا اٿندؤ ئي نہ تہ مسئلو حل ٿي ويندو، اهو فرمائي ڪري حضور غوثِ اعظم عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْاَكرم مٿو مبارڪ جهڪائي ڇڏيو. تمام حاضرين بہ پنهنجو مٿو جهڪائي ڇڏيو. ايتري ۾ حضرت سيّدُنا شيخ يوسف همداني قُدِّسَ سِرُّهُ الرَّبَّانِي پيرين اگهاڙي جلدي جلدي تشريف کڻي آيا ۽ اعلان ڪيائون تہ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ جي حڪم سان هينئر هينئر شيخ حمّاد عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْجَوَاد ظاهر ٿيا ۽ حڪم ڏنائون تہ فورًا شيخ عبدالقادر جيلاني قُدِّسَ سِرُّهُ النّوراني جي مدرسي ۾ وڃي ڪري سيني کي هي ٻُڌائي ڇڏيو تہ شيخ عبدالقادر جيلاني قُدِّسَ سِرُّهُ النّوراني توهان حضرات کي منهنجي باري ۾ جيڪو ڪجهہ ٻُڌايو آهي اهو سچ آهي." ايتري ۾ حضرت سيّدُنا شيخ عبدالرحمٰن ڪُردي عليه رحمة الله القوي بہ اچي ويا ۽ انهن بہ حضرت

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم: جنهن مون تي ڏينهن ۾ پنجاهه ڀيرا درود پاڪ پڙهيو قيامت جي ڏينهن مان ان سان مصافحو ڪندس.

**سيّدُنا شيخ يوسف همداني** قُدِّسَ سِرُّہُ الرَّبَّانِی **جيان ئي چيو. ان تي سيني حضورِ غوثِ اعظم** عَلَیۡہِ رَحۡمَۃُ اللّٰہِ الۡاَکۡرَم **کان معافي گهري.**

(بهجة الاسرار ص 107)

جو ولی قبل تھے یا بعد ہوئے یا ہوں گے
سب ادب رکھتے ہیں دل میں مرے آقا تیرا

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** هن ايمان افروز حڪايت ۾ اسان جي لاءِ حڪمت جا بيشمار **مدني گل** آهن. انهن مان هڪ هي به آهي ته اسلامي استاد يا پير و مرشد جي طرف کان ڪڏهن به ڪو اهڙو معاملو پيش اچي وڃي جيڪو سمجهه ۾ نه ايندو هجي ته ان تي صبر ۽ **تَحَمُّل** جو دامن مضبوطيءَ سان پڪڙي رهي نه ڪي پنهنجي استاد يا مرشد جي مخالفت ڪري پنهنجي آخرت کي خطري ۾ وجهي جيئن ته اسان جي **غوثِ اعظم** عَلَیۡہِ رَحۡمَۃُ اللّٰہِ الۡاَکۡرَم **جي استاد گرامي** قُدِّسَ سِرُّہُ السَّامِی ڪين سخت سرديءَ ۾ **نهر** ۾ ڪيرائي ڇڏيو، پوءِ به پاڻ رَحۡمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیۡہ صبر سان **گڏوگڏ جمعي جي غسل** جي نِيَّت به فرمائي ورتي ۽ زبان تي شڪايت جو هڪ لفظ به نه آندائون.

## مرشد تي اعتراض بربادي جو ڪارڻ آهي

**يقينًا** جيڪو ديني طالبِ علم پنهنجي اسلامي استاد تي ۽ جيڪو مريد پنهنجي مرشد تي اعتراض ڪندو آهي، اهو علم ۽ مَعرِفت جي فيضان کان محروم رهندو آهي بلڪ هلاڪت جي

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم: جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعاليٰ ان جي لاءِ هڪ قيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي.

اوِنهي ڪڏ ۾ وجي ڪِرندو آهي. جيئن تہ منهنجا آقا اعليٰ **حضرت، امام اهلسنت، وليءِ نعمت، عظيمُ البرڪت، عظيمُ المرتبت، پروانہءِ شمعِ رسالت، مجددِ دين و ملت، حاميءِ سنت، ماحيءِ بدعت، عالمِ شريعت، پيرِ طريقت، حضرت علامہ مولانا الحاج الحافظ القاري الشاہ امام احمد رضا خان** علیہ رحمۃ الرحمٰن نقل فرمائن ٿا: ”مرشدن تي اعتراض کان بچي، ڇاڪاڻ تہ هي مريدن لاءِ زهرِ قاتل آهي. اهڙا مريد گهٽ ئي هوندا جيڪي پنهنجي مرشد تي اعتراض ڪن پوءِ فلاح (يعني ڪاميابي) ماڻين، شيخ جي تصرّف مان جيڪي ڪجهہ ڪيس صحيح معلوم نہ ٿيندا هجن، انهن ۾ خضر عَلیہ السَّلام جي واقعن کي ياد ڪري، ڇو تہ انهن کان اهي ڳالهيون ظاهر ٿينديون هيون بظاهر جن تي سخت اعتراض هو (جيئن مسڪينن جي ٻيڙيءَ ۾ سوراخ ڪري ڇڏڻ، بي گناهہ ٻار کي قتل ڪري ڇڏڻ) پوءِ جڏهن هو ان جو سبب ٻڌائيندا هئا تہ ظاهر ٿي ويندو هو تہ حق اهو ئي هو جيڪو پاڻ ڇيائون، ائين ئي مريد کي يقين رکڻ گهرجي تہ شيخ جو جيڪو ڪم مون کي صحيح معلوم نہ ٿو ٿئي، شيخ وٽ ان جي صحيح هجڻ تي قطعي دليل آهي، حضرت سيّدُنا امام ابوالقاسم قُشيري رَحمۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیہ رسالہءِ قُشيريہ ۾ فرمائن ٿا: مون حضرت سيّدُنا ابو عبد الرحمٰن سُلَمي علیہ رحمۃُ اللہِ القوِي کي فرمائيندي ٻُڌو، تہ انهن کي پنهنجي مرشد ابوسَهل صعلوڪي رَحمۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیہ فرمايو: جيڪو پنهنجي مرشد سان ڪنهن ڳالهہ ۾ ”ڇو !“ چوندو، ڪڏهن ڪاميابي نہ ماڻيندو.

(رسالہ قشيريہ ص 276، فتاويٰ رضويہ شريف ج21 ص 510 تا 511)

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم: جنهن مون تي ڏهه ڀيرا صبح ۽ ڏهه ڀيرا شام درود پاڪ پڙهيو ته ان کي قيامت جي ڏينهن منهنجي شفاعت ملندي.

# پير ڪامل ۽ پير ناقص

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** بيان ڪيل سرڪار اعليٰ حضرت رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَیۡه جو مبارڪ فتويٰ صرف جامع شرائط پير يعني ڪامل پير جي باري ۾ آهي، جيڪو پير نبي ڪريم صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو گستاخ هجي اهو مرتد آهي ۽ جيڪو ڪنهن صحابي رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ جي توهين ڪري ته اهو گمراهه بدمذهب آهي اهڙن جو مريد بڻجڻ ناجائز ۽ گناهه آهي ۽ جيڪو پير ظاهر ظهور ڪبيرو گناهه جو مرتڪب ٿئي يا صغيره گناهه تي اصرار ڪرڻ وارو هجي اهو فاسقِ مُعلِن چورائيندو آهي. مثلاً عليٰ الاعلان نمازون قضا ڪري، نشو ڪندو هجي، خراب گاريون ڏيندو هجي، بي پردا عورتن جي سامهون ويهي، عورتن ڪان پنهنجا هٿ چُمرائي يا پير دٻرائي، اعلانيه فلمون ڊرامه ڏسندو هجي، ڏاڙهي ڪوڙائي يا هڪ مٺ کان گهٽائي ته اهو فاسقِ مُعلِن آهي، اهڙي پير جي بيعت جائز ناهي، ڏسي واسي مريد بڻجڻ گهرجي، جيئن دعوتِ اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبة المدينه جي شايع ٿيل 1250 صفحن تي مشتمل ڪتاب ”بهارِ شريعت“ جلد پهرين صفحي 278 تي صَدرُ الشّرِيعَه بَدرُ الطّرِيقَه حضرت علامه مولانا مفتي امجد علي اعظمي عَلَيهِ رَحمَةُ القَوِي فرمائن ٿا: پيري جي لاءِ چار شرط آهن، بيعت کان پهرين انهن جو لحاظ رکڻ گهرجي . ﴿1﴾ صحيح العقيده سنّي هجي ﴿2﴾ ايترو علم رکندو هجي جو پنهنجي ضروريات جا مسئلا ڪتابن مان ڪڍي سگهي ﴿3﴾ فاسقِ مُعلِن

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم: جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعاليٰ ان جي لاءِ هڪ قيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي.

نہ هجي ﴿4﴾ ان جي بيعت جو سلسلو نبي صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم تائين مُتَّصِل (يعني مليل) هجي. (بهارِشريعت، فتاويٰ رضويه ج 21 ص 603) جيڪڏهن ڪنهن پير ۾ انهن چئني شرطن مان ڪا هڪ بہ شرط گهٽ آهي تہ ان جو مريد نهڻ جائز ناهي، جيڪڏهن ڪنهن لاعلمي ۾ ڪنهن اهڙي پير جي بيعت ڪئي جنهن ۾ ڪا شرط گهٽ آهي تہ ان جي بيعت ٽوڙي ڇڏڻ ضروري آهي. ان جي لاءِ ان ”پيرِ ناقص“ کي ٻُڌائڻ ضروري ناهي، ايترو چئي ڇڏڻ ڪافي آهي، ”مان فلاڻي جي بيعت ٽوڙيان ٿو“ بلڪ پير تان اعتقاد ختم ٿيڻ جي صورت ۾ پاڻ ئي بيعت ٽٽي ويندي آهي، هاڻي ڪنهن بہ جامع شرائط پير صاحب سان بيعت ڪري سگهي ٿو.

## ڪامل پير جي بيعت ٽوڙڻ جا نقصان

بنا شرعي سبب جي جامع شرائط، ڪامل پير جي بيعت ٽوڙڻ طريقت مطابق سخت محرومي ۽ شريعت مطابق بہ سخت منع آهي، انهي باري ۾ طريقت جي ڪتابن ۾ اولياءَ سڳورن جا ڪئي قول موجود آهن، شريعت ۾ منع هجڻ جو سبب هي آهي تہ شرعي طور احسان جو بدلو گهٽ ۾ گهٽ شڪريو ادا ڪرڻ آهي، ڪامل پير جو مريد ٿيڻ سان اولياءِ ڪرام جي سلسلي سان نسبت حاصل ٿي ويندي آهي، ۽ فيض جو هڪ سلسلو جاري ٿيندو آهي ۽ طريقت جي راهہ جون ڪيتريون ئي مشڪلون حل ٿي وينديون آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن زندگي ۾ هڪ مدني انقلاب

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم: جڏهن توهان مرسلين (عليهم السلام) تي درود شريف پڙهو ته مونَ تي به پڙهو بيشڪ آءُ سڀني جهانن جي ربّ جو رسول آهيان.

برپا ٿي ويندو آهي، انهن سڀني شين جي مقابلي ۾ شڪريو ادا ڪرڻ بدران بيعت ٽوڙڻ يقيناً سخت ناشڪري آهي ۽ ناشڪري شرعاً منع آهي، جيئن حديث ۾ فرمايو ويو آهي: مَنْ لَمْ يَشْكُرِ النَّاسَ لَمْ يَشْكُرِ اللهَ يعني جنهن ماڻهن جو شڪر ادا نہ ڪيو ان الله جو شڪر بہ ادا نہ ڪيو. (ترمذي ج 3 ص 384 حديث 1962) ۽ جڏهن هڪ پيري ماڻهو ڪنهن ڪامل پير جي بيعت ڪندو آهي تہ فيض جو سلسلو شروع ٿي ويندو آهي جيتوڻيڪ مريد ناقص کي اهو نظر نہ اچي، جڏهن فيض جو سلسلو شروع ٿي ويندو آهي تہ ان کي برقرار رکڻ گهرجي چوتہ حديث مبارڪ ۾ آهي: مَنْ رُّزِقَ فِي شَيْءٍ فَلْيَلْزَمْهُ يعني جنهن کي ڪنهن شيء مان رزق ملي اهو ان کي لازم پڪڙي وٺي. (شعب الايمان ج 2 ص 89 حديث 1241) لهٰذا جڏهن هڪ جڳهہ تان فيض ملي رهيو آهي تہ ان کي لازم پڪڙڻ گهرجي، اها ڳالهہ بہ ياد رکڻ جي قابل آهي تہ هن زماني ۾ جڏهن ڪو ڪنهن جي بيعت ٽوڙيندو آهي تہ بہ شيون عام آهن بلڪ هڪ ٽين شيء بہ، پهريون بہ شيون هي آهن تہ بيعت ٽوڙڻ وارو اڳوڻي پير کي حقير سمجهندي بيعت ٽوڙيندو آهي، مسلمان ۽ خاص ڪري ڪامل پير کي حقير سمجهڻ حرام ۽ سخت هلاڪت ۾ وجهندڙ آهي، ٻي ڳالهہ تہ عموماً بيعت ٽوڙڻ وارا ڄاڻي واڻي پير کي ايذاء پهچائيندا آهن ۽ هي ٻيو حرام ڪم آهي جو مسلمان کي ايذاء پهچائڻ حرام آهي. ٽين شيء هي

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم : توهان جتي بہ هجو مون تي درود پڙهو توهان جو درود مون وٽ پهچندو آهي.

آهي تہ عموماً بيعت ٽوڙڻ وارا اڳوٽي پير جي غيبت ۽ ان جي باري ۾ بدگماني جو شڪار ٿي ويندا آهن ۽ ائين گناهن جو سلسلو وڌندو ويندو آهي، بهرحال عافيت ۽ نجات انهي ۾ آهي تہ جڏهن هڪ در کي مضبوطي سان پڪڙيو آهي تہ ان کي پڪڙي رکو ۽ بنا سبب جي آوارگي ۽ پريشان نظري نہ ڪيو.

صَلُّوا عَلَی الْحَبِیب!     صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلٰی مُحَمَّد

## قادرين جي لاءِ بشارت جا بغدادي ٽِل

"بهجة الاسرار" ۾ آهي، پيرن جي پير، پيرِ دستگير، روشنِ ضمير، قطبِ رباني، محبوبِ سبحاني، پير لاثاني، قنديلِ نوراني، شهبازِ لامڪاني، الشيخ ابو محمّد سيّد عبدالقادر جيلاني قُدِّسَ سِرُّہُ الرَّبَّانِی جو فرمان بشارت نشان آهي: مون کي هڪ تمام وڏو رجسٽر ڏنو ويو، جنهن ۾ منهنجي ساٿين ۽ منهنجي قيامت تائين ٿيڻ وارن مريدن جا نالا لکيل هئا ۽ چيو ويو تہ اهي سڀ ماڻهو توهان جي حوالي ڪيا ويا آهن، فرمائن ٿا: مون جهنم جي داروغي کان پُڇا ڪئي: ڇا جهنم ۾ منهنجو ڪو مريد بہ آهي؟ ان جواب ڏنو: "نہ" پاڻ رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ وڌيڪ فرمايو: مون کي پنهنجي پروردگار عَزَّوَجَلَّ جي عزّت ۽ جلال جو قسم! منهنجي حمايت وارو هٿ منهنجي مريد تي اهڙي طرح آهي جهڙي طرح آسمان زمين تي ڇانوَ ڪندڙ آهي، جيڪڏهن منهنجو مريد سنو نہ بہ هجي تہ ڇا ٿيو! اَلْحَمْدُ لِلّٰہ عَزَّوَجَلَّ مان تہ سنو

**فرمانِ مصطفيٰ** صَلَّى اللهُ تعالٰى عليه واٰله وسلَّم : **مون تي درود شريف جي ڪثرت ڪريو بيشڪ هي توهان جي لاءِ طهارت (يعني پاڪائي) آهي.**

آهيان، مون کي پنهنجي پالڻ واري مالڪ عَزَّوَجَلَّ جي عزّت ۽ جلال جو قسم! مان ان وقت تائين پنهنجي ربّ عَزَّوَجَلَّ جي بارگاهه مان نه هٽندس، جيستائين پنهنجي هڪ هڪ مريد کي جنّت ۾ داخل نه ڪرائي ڇڏيان. (بهجة الاسرار ص 193)

**سرڪارِ بغداد حضورِ غوثِ پاڪ** رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه **فرمائن ٿا: الله** عَزَّوَجَلَّ مون سان واعدو فرمايو آهي ته منهنجي مريدن ۽ منهنجي دوستن کي جنّت ۾ داخل ڪندو، ۽ جيڪو پنهنجو پاڻ کي منهنجو مُريد چوي مان ان کي قبول ڪري پنهنجي مريدن ۾ شامل ڪري ڇڏيندو آهيان ۽ ان ڏانهن پنهنجي توجهه رکندو آهيان، مون مُنڪَر نَڪِير کان هن ڳالهه جو عهد ورتو آهي ته اهي قبر ۾ منهنجي مريدن کي نه ڊيڄاريندا.

(بهجة الاسرار ص 193 ملخصًا)

سنا لَاتَخَفْ تیرا فرمان عالی!
غلاموں کی ڈھارس بندھی غوث اعظم

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## "يا غوثِ اَعظم نگاهہِ ڪرم" جي سورهن اکرن جي نسبت سان مرشد جا 16 حقّ

**منهنجا آقا اعليٰ حضرت، امام اهلسنت، وليءِ نعمت، عظيم البرڪت، عظيم المرتبت، پروانءِ شمع رسالت، مجدد دين و ملت، حاميءِ سنت، ماحيءِ بدعت، عالم شريعت، پيرِ طريقت، باعثِ خير و برڪت، حضرت علامه مولانا الحاج الحافظ، القاري الشاه امام**

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلم : جنهن ڪتاب ۾ مون تي درود شريف لکيو ته جيستائين منهنجو نالو ان ڪتاب ۾ لکيل رهندو فرشتا ان جي لاءِ استغفار ڪندا رهندا.

**احمد رضا خان** علیہ رحمۃ الرحمٰن فرمائن ٿا: “مرشد جا حقَ مريد تي ڳڻپ کان (به) وڌيڪ آهن، خلاصو هي آهي ته ﴿1﴾ مرشد جي هٿن ۾ ”مُرده بدستِ زنده“ (يعني زنده جي هٿن ۾ مردي جيان) ٿي ڪري رهي ﴿2﴾ ان جي رضا کي اللّٰه عزوجل جي رضا، ان جي ناخوشيءَ کي اللّٰه عزوجل جي ناخوشيءَ سمجهي ﴿3﴾ کين پنهنجي حق ۾ زماني جي تمام ولين کان بهتر سمجهي ﴿4﴾ جيڪڏهن ڪا نعمت ٻئي کان ملي ته به ان کي (پنهنجي) مرشد جي ئي عطا ۽ سندن توجهه جي نظر جو صدقو ڄاڻي ﴿5﴾ مال، اولاد، جان، سڀ مٿن قربان ڪرڻ لاءِ تيار رهي ﴿6﴾ سندن جيڪا ڳالهه پنهنجي نظر ۾ خلافِ شرعي بلڪ مَعَاذَاللّٰه عزوجل ڪبيرو (گناهه) معلوم ٿئي، ان تي به نه اعتراض ڪري، نه دل ۾ بدگماني پيدا ڪري بلڪ يقين ڄاڻي ته منهنجي سمجهه جي غلطي آهي ﴿7﴾ ٻئي کي جيڪڏهن آسمان تي اُڏندو ڏسي تڏهن به (پنهنجي) مرشد کانسواءِ ٻئي جي هٿ ۾ هٿ ڏيڻ کي سخت باهه سمجهي، هڪ پيءُ مان ٻيو پيءُ نه ٺاهي ﴿8﴾ سندن بارگاهه ۾ نه ڳالهائي ﴿9﴾ کِلڻ ته وڏي ڳالهه آهي سندس آڏو اک، ڪن، دل مڪمل طور تي سندن ڏانهن ئي مصروف رکي ﴿10﴾ جيڪو هو پُڇن نهايت ئي نرم آواز سان، انتهائي ادب سان ٻُڌائي ڪري جلد خاموش ٿي وڃي ﴿11﴾ سندن ڪپڙن، سندن ويهڻ واري جڳهه، سندن اولاد، سندن گهر، سندن پاڙي، سندن شهر جي تعظيم ڪري

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم : مون تي ڪثرت سان درود شريف پڙهو بيشڪ توهان جو مون تي درود شريف پڙهڻ توهان جي گناهن جي لاءِ مغفرت آهي.

﴿12﴾ جيڪو هو حڪم ڏئي "چو!" نہ چوي (۽ بجا آڻڻ ۾) دير نہ ڪري (بلڪ) سيني ڪمن تي ان کي اوليّت ڏئي ﴿13﴾ سندن غير موجودگيءَ ۾ بہ سندن ويهڻ واري جڳهہ تي نہ ويهي ﴿14﴾ سندن موت کان بعد بہ انهن جي گهرواريءَ سان نڪاح نہ ڪري ﴿15﴾ روزانو، جيڪڏهن (هو) زندهہ آهن تہ سندن لاءِ سلامتي ۽ عافيّت جي دعا ڪثرت سان ڪندو رهي ۽ انتقال ڪري ويا هجن تہ روزانو انهن جي نالي تي فاتحه ۽ دُرود جو ثواب پهچائي ﴿16﴾ مرشد جي دوست جو دوست، انهن جي دشمن جو دشمن رهي، مطلب تہ الله عَزَّوَجَلَّ ۽ رسول صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کان پوءِ سندن تعلق کي سڀني دنيا جي تعلق تي دل سان ترجيح ڏئي ۽ انهيءَ تي ڪاربند رهي وغيره وغيره جڏهن ائين ٿيندو تہ هر وقت الله عَزَّوَجَلَّ ۽ سيّد عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ حضرات مشائخ ڪرام رحمهم الله تعالیٰ جي مدد زندگيءَ ۾، سڪرات ۾، قبر ۾، حشر ۾، ميزان تي، پُل صِراط تي، حوض تي، هر جڳهہ تي ان سان گڏ رهندي. هن جا مرشد جيڪڏهن خود ڪجهہ ناهن تہ ان جا مرشد تہ ڪجهہ آهن يا مرشد جو مرشد، ايتري تائين جو صاحبِ سلسله (قادريہ) حضور پُر نُور غوثِ پاڪ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه پوءِ هي سلسلو مولا علي كَرَّمَ اللّٰهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم ۽ ان کان پوءِ سيّدُ المُرسلين صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ ان کان پوءِ ربّ العٰلمين عَزَّوَجَلَّ تائين مسلسل هليو ويو آهي، ها هي ضرور آهي مرشد بيعت

**فرمانِ مصطفيٰ** صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم : **جيڪو مون تي جمعي جي ڏينهن درود شريف پڙهندو آءُ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس.**

**جي چئن شرطن جو جامع هجي پوءِ انهن لاءِ سٺو اِعتِقاد بهتر نتيجا ڏئي سگهي ٿو.** اِن شآءَاللّٰه عَزَّوَجَلَّ وَاللّٰهُ تَعَالٰي اَعلَم

(فتاويٰ رضويه شريف ج24 ص 369)

تو ہے وہ غوث [1] کہ ہر غوث ہے شیدا تیرا
تو ہے وہ غَیث کہ ہر غیث [2] ہے پیاسا تیرا

صَلُّوا عَلَی الحَبِیب! صَلَّی اللّٰهُ تَعَالٰی عَلٰی مُحَمَّد

**منهنجا آقا اعليٰحضرت، امام اهلسنّت، مولانا شاهه احمد رضا خان** عليه رحمة الرحمٰن **فرمائن ٿا: ”بدگماني خبيث ذهن ۾ ئي پيدا ٿيندي آهي.“**



## هي رسالو پڙهي ڪري ٻئي کي ڏئي ڇڏيو

شادي غمي جي تقريبن، اجتماعن، عرسن ۽ ميلاد جي محفلن وغيره ۾ مڪتبة المدينه جي شايع ڪيل رسالن ۽ مدني گلن تي مشتمل پمفلٽ تقسيم ڪري ثواب ڪمايو، گراهڪ کي به ثواب جي نيّت سان تحفي ۾ ڏيڻ جي لاءِ پنهنجي دڪانن تي به رسالا رکڻ جو معمول بڻايو، اخبار فروشن يا ٻارن جي ذريعي پنهنجي محلي جي گهر گهر ۾ هر مهيني گهٽ ۾ گهٽ هڪ عدد سنّتن ڀريو رسالو يا مدني گلن جو پمفلٽ پهچائي ڪري نيڪيءَ جي دعوت جون ڌومون مچايو .

(1) غوث يعني فرياد ٻڌڻ وارو (2) غيث يعني ڪوهه

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : جنهن مون تي جمعه جي ڏينهن ٻه سؤ ڀيرا درود پاڪ پڙهيو ان جا ٻه سؤ سالن جا گناهه معاف ڪيا ويندا.

# نظارہ ہو دربار کا غوثِ اعظم

نظارہ ہو دربار کا غوثِ اعظم دِکھا نیلا گنبد دِکھا غوثِ اعظم
مجھے جامِ الفت پِلا غوثِ اعظم رہوں مست و بے خود سدا غوثِ اعظم
کرم کیجئے پھر میں بغداد آؤں مرے پیر کا واسِطہ غوثِ اعظم
مجھے اپنی چوکھٹ کا کتّا بنا لو ہمیشہ رہوں باوفا غوثِ اعظم
ترے آستاں کا ہوں منگتا گزارہ ہے ٹکڑوں پہ تیرے مرا غوثِ اعظم
گناہوں کا بار اپنے سر پر اُٹھا کر پھروں کب تلک جا بجا غوثِ اعظم
علاج آخِر اے مرشدی کب کریں گے! گناہوں کے بیمار کا غوثِ اعظم
گنہگار ہوں گر عذابوں نے گھیرا تو ہو گا مرا ہائے! کیا غوثِ اعظم
نظر مرِشدی تیری جانب لگی ہے عذابوں سے لینا بچا غوثِ اعظم
جہاں میں جیوں سنّتوں کے مطابِق مدینے میں ہو خاتِمہ غوثِ اعظم

ہو عطار کی بے حساب بخشش آقا
یہ فرمائیں حق سے دعا غوثِ اعظم

صَلُّوا عَلَی الحَبِیب! صَلَّی اللهُ تَعالٰی عَلٰی مُحَمَّد



اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ
اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ



# سُنّت جون بَهارون

اَلْحَمْدُ لِلّٰه عَزَّوَجَلَّ تبليغِ قرآن ۽ سُنّت جي عالمگير غير سياسي تحريڪ **دعوتِ اسلامي** جي مهڪندڙ مدني ماحول ۾ بڪثرت سُنّتون سکيون ۽ سيکاريون وينديون آهن. اوهان کي به پنهنجي شهر ۾ **دعوتِ اسلامي** جي ٿيندڙ هفتيوار سنّتن ڀريي اجتماع ۾ سڄي رات گذارڻ جي مدني التجا آهي. عاشقانِ رسول جي **مَدَني قافلن** ۾ سنّتن جي تربيت جي لاءِ سفر ۽ روزانو **فڪرِ مدينه** جي ذريعي **مَدَني انعامات** جو رسالو ڀري ڪري هر مهيني پنهنجي شهر جي ذميدار کي جمع ڪرائڻ جو معمول بڻايو. اِنْ شَآءَ الله عَزَّوَجَلَّ ان جي برڪت سان پابندِ سنّت بڻجڻ، گناهن کان نفرت ڪرڻ ۽ **ايمان جي حفاظت** جو ذهن بڻجندو، هر اسلامي ڀاءُ پنهنجو هي مدني ذهن بڻائي ته **"مون کي پنهنجي ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش ڪرڻي آهي"** اِنْ شَآءَ الله عَزَّوَجَلَّ پنهنجي اصلاح جي ڪوشش جي لاءِ **مَدَني انعامات** تي عمل ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش جي لاءِ **مَدَني قافلن** ۾ سفر ڪرڻو آهي. اِنْ شَآءَ الله عَزَّوَجَلَّ

## مڪتبة المدينه جون مختلف شاخون


حيدرآباد: فيضانِ مدينه آفندي ٽاؤن 022-2620122 نوابشاهه: چڪرا بازار 0244-362145
عطار آباد (جيڪب آباد) فيضانِ مدينه 0722-710635 دادو: فيضانِ مدينه مسجي مارڪيٽ 0254-611541
سکر: فيضانِ مدينه بيراج روڊ 071-5619195 ميرپورخاص: العطار ٽاؤن فيضانِ مدينه 0233-514672
فاروق نگر (لاڙڪاڻو): رابعه شاپنگ سينٽر بندر روڊ 074-4054191

مڪتبة المدينه

فيضانِ مدينه محله سوداگران پراڻي سبزي منڊي باب المدينه ڪراچي پاڪستان فون: 4921389-93/4126999 فيڪس: 4125858

Email:maktaba@dawateislami.net Website: www.dawateislami.net